وعدي جو ڏينهن اچي پهتو آهي. اڄ ونتليءَ ۾ گهر گهر شادمان
لڳا پيا آهن. هٽ بازاريون سينگار جي ويئون آهن. جتان ڪٿان سازن
سرودن جا آواز پيا اچن. ديواس گد گد ٿي ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي. خزاني
جا دروازا کولي، سوالين کي دل گهريا دان پيو ڏئي. نماشام جو قاصدن
اچي اطلاع ڪيو آهي ته "ڄڃ پئي اچي." امير امرا استقبال لاءِ اچي
ڪوٽ جي در وٽ بيٺا آهن. ۽ ڄاڃين جي آجيان ڪري ڪين اندر
اماڻيندا پيا وڃن. پر پالڪين جون ٻهيرون بس ئي نه ڪن. ڄاڃين جو
ايڏو تعداد ڏسي، اميرن کي شڪ پيو ۽ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا ته
ڪو ٻوهه ٽيل ٿو ڏسجي. ڪارباري جو سندن پر ۾ بيٺو هو. تنهن
سمجهيو ته اجهو ٿو قات قاتي، سو هڪل ڪري چيائين ته "اي پهلوانو!
پالڪين مان نڪري نروار ٿيو ۽ هنن مورکن کي ڏيکاريو ته اوهين
ڪي زالون نه آهيو. پر جنگي جوان." پوءِ پالڪيءَ پالڪيءَ مان چار
چار جنگ جوان هٿيارن سان نڪرندا، صفون ٻڌندا ويا. ڪارباري
اڳيرو وڌي، هڪ سينگاريل پالڪيءَ جو پردو مٿي ڪٽي، منجهس ويل
جڙتو ڪنوار ٻاهر ڪڍي، ان جو گهونگهٽ کولي، واکو ڪري چيو ته
"ڪٿي آهي راءِ ديواس ته ڪيس سندس لائق ٻانهن پرڻائي ڏيون؟" پوءِ
رنگ ۾ پنگ پئجي ويو. ديواس جو لشڪر جو شاديءَ جي سانباهي ۾
رڌل هو. سو دشمن کي منهن ڏيئي نه سگهيو. انهيءَ ڪري ونتلي
آسانيءَ سان دشمنن پنهنجي قبضي ۾ آندي. راءِ ديواس کي اهڙو انڌير
نه هو خواب ۾ نه خيال ۾. هاڻي پنهنجي بگڙيل بخت کي سنوارڻ جو
ڪو به چارو نه ڏسي، ڪٽنب سميت، محلات جي هيٺان جا سرنگهه
هئي، تنهن مان لنگهي اچي اپرڪوٽ ۾ اجهو ورتائين.

ديواس کي قيد ڪري، درليسين وٽ وني وڃڻ جي خيال سان
ڪارباري شاهي محلات ڏي ڏوڪيندو ويو اتي اچي پهتو ته ڏسي ته
سارو محلات اُجڙ ٿيو پيو آهي. پوءِ لشڪر سميت ونتليءَ ۾ ديرو دمائي
ويهي رهيو. ۽ درليسين کي سوڀ جي خوشخبري ڏياري مڪائين.
درليسين بڌي ڏاڍو خوش ٿيو. يانيائين ته هاڻي ڪانياواڙ تي پنهنجي





حڪومت قائم ڪرڻ جو چڱو موقعو هٿ آيو آهي. سو وڏي فوج
گهراهي. جهونا ڳڙهه تي اچي ڪڙڪيو. اميدون ته وڏيون ئي هيس.
پر ٿوريئي عرصي ۾ پتو پيس ته اپرڪوٽ کي هٿ آڻڻ ڪا سٿري
ڳالهه نه آهي. وڏا وس ڪيائين. پر وريوئي ڪين. آخر قلعي جي
چوڌاري گهيرو ڪري ڪپ ڪوڙي ويهي رهيو. اها اميد هيس ته ٿوري
گهڻي ڏينهن ديواس جو اُن پاڻي کٽي ويندو ۽ پوءِ پاڻهي اچي پيش
پوندو. پر اهو ان جو اجايو خيال هو. قلعي ۾ اَن جا انبار لڳا پيا هئا ۽
پاڻي به مٺو هو. پل ورهين جا ورهيه گذري وڃن، اَن پاڻي کٽڻ جو نه هو.
ڪجهه ڏينهن، درلپ ديوي جا پڙ راجا سان گڏجي آئي هئي، تنهن
لشڪر کي نراس ڏسي، پنهنجي ور کي چيو ته "اجا ته ڪو بلو پيٽي
پوندو ٿو ڏسجي، چو نه تا ڪو چند قند ڪري، ڪوٽ کي قبضي ۾
آڻيو؟" هن اجا اهي لفظ ڪڇيائي ڪين ته پريان آواز ٿيو
ته "سولنڪي ڪل جي ڏيئي جي جيءَ!" هيءَ صدا ٻڌي، درليسين
دربانن کي حڪم ڪيو ته "ڏسو ته ڪير آهي. آڻي هٽ حاضر
ڪريوس." پوءِ ته صدا هٽندڙ کي اندر وٺي آيا. جنهن جُهار[1] ڪري چيو
ته "آءٌ ذات جو چارڻ آهيان. نالو بيجل اٿم. ڪو چڱو چوڪو انعام ڏيوم.
ته ديواس جو سر آڻي، اوهان جي قدمن ۾ رکان." درليسين وراڻي ڏني ته
"ڀلوا! نه رڳو مال متاع ملنديءِ، پر دربار ۾ پڙ وڏو درجو پائيندين. ڀلا ٻڌاءِ
ته ديواس جو سر ڪهڙيءَ ريت وڍي ايندين؟" چارڻ مشڪي، جواب ڏنو
ته "راجا! جو مقصد هيڏو سارو لشڪر هٽ ڪري نٿو سگهي سو ڏسو
ته "آءٌ يڪي سر ڪيئن نه ٿو حاصل ڪريان. ديواس جو سر اوهان مون
تان لهٿو." ائين چئي، اٿي هليو.

---

[1] "جهار" جي اصلي معنيٰ آهي، شو مهراج جي جئا ڪانياواڙ ۾ ڪٺيي ۽ راجپوت هڪ
ٻئي کي گڏجڻ وقت، "جهار" چئي، سلام ڪندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ دکن ڏيهه ۾ پڻ اهڙيءَ
ريت سلام ڪندا هئا. پر شواجيءَ جي گرو رامداس اهو بند ڪرائي "رام رام!" چوڻ جو
رواج وڌو. انهيءَ هوندي به، ڪڇ هنستان جي نيچ قومن ۾ "جهار" چوڻ جي رسم اڃا هلندي
آهي. واپاري ماڻهو چئين چپائين ۾ لکندا آهن ته "فلاڻي کي منهنجا جهار ڏڄ."

اپرڪوٽ ۾ پڇي وڃڻ بعد، دياس جي زال، سورٺ هڪ نهايت خوفناڪ خواب لڌو هو جنهن ۾ ڏٺو هئائين ته هڪ چارڻ اچي دياس جي سر جي سٽڻ هڻئي آهي. اُن ڏينهن کان وٺي مڙس جي ڏاڍي سنڀال ڪندي رهندي هئي. ڪوٽ تي اهڙي ته چؤڪسي رکائي هئائين. جو ڪٽنب جي پاتين ڪانسواءِ دياس جي ڪمري ۾ ڪو به گهڙي نه سگهندو هو. ڪوٽ جي دروازي وٽ پڻ اهڙو سخت پهرو رکيل هو جو ڪنهن کي به اندر اچڻ جي مجال نه هئي.

بيجل، درليسين ڪان موڪلائي، اپر ڪوٽ ڏي رخ رکيو. جڏهن چنگ ڪلهي ڪري، در وٽ اچي پهتو تڏهن اندر اچڻ کان ڪا به روڪ ڪانه ٿيس. ڇو ته چارڻن ۽ ڀٽن جو انهيءَ زماني ۾ مان هوندو هو ۽ جتي وڻندو هئن، اتي بي ڌڙڪ لنگهي ويندا هئا.[1] بيجل ڪوٽ جي احاطي اندر ته آسانيءَ سان اچي سهڙيو پر دياس کي ملڻ البت مشڪل هو سو اول ته دربان مان پتو ڪڍيائين ته دياس ڪوٽ جي ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾ رهيو پيو آهي. پوءِ سمجهه لهي، اوڏانهن رڙهي، چنگ چوري، ويٺو دياس جي واڪاڻ ڪرڻ. پنهنجي ساراهه ٻڌي، دياس دريءَ کان منهن ٻاهر ڪڍي، چارڻ کي چيو ته "گهر جيڪي گهرڻو هجيئي." بيجل وراڻي ڏني ته "مون کي فقط اوهان جي ديدار جي درڪار آهي. مهرباني ڪري، پاڻ وٽ مٿي سڏايوم جو اوهان سان هڪ ڳجهي ڳالهه ڪرڻي اٿم." سنئين سڌي رستي بيجل کي مٿي سڏائڻ محال هو سو دياس دريءَ مان هڪ رسي لٽڪائي، جنهن جي وسيلي چارڻ چڙهي

[1] چارڻ لفظ جي معنيٰ آهي: رولو جيئن ته ڪي مڱڻهار ساز وڄائيندا، ڳائيندا، در در تان پنندا وتندا آهن. تنهنڪري انهن کي "چارڻ" يعني رولو فقير ڪري سڏيندا آهن. چارڻ جي هڪ ذات آهي جي اڪثر گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا ۾ رهندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ هندو راجائن جي دربارن جا ڪوي ۽ مداح هوندا هئا ۽ سندن وڏو مان هوندو هو. راجائون به ڪانئن ڪؤ ڪائيندا هئا ۽ سندن مرضيون رکندا هئا ته متان ڪين وڃي خوار نه ڪن جيڪڏهن ڪو سندس منشا پوري نه ڪندو هو ته ڏرڻو ماري وهندا هئا. ۽ بعضي ته آپگهات به ڪري وجهندا هئا.



واري ڪمري ۾ پهتو. اندر گهڙڻ شرط وٺي پڪاريائين ته "ڇوڙا سمن جي سردار، راءِ دياس جي جيءَ!" انهيءَ تي دياس چيو ته "چارڻ! گهر جيڪي گهرڻو هجيئي." بيجل هٿ جوڙي عرض ڪيو ته "آءٌ گهران ته گهرڻو ئي پر جي تون اهو ڏيڻ کان انڪار ڪري وجهين ته مفت انهنجي گلا ٿيندي مون کي فقط انهيءَ ڳالهه جو الڪو آهي." دياس چيو ته "تون ڪو به فڪر نه ڪر. آءٌ توکي وچن ٿو ڏيان ته جيڪي به گهرندين سو گهڙيءَ ۾ ملندءِ." چارڻ ڏٺو ته هاڻ ته پنجئي گيهه ۾ آهن. سو هٿ جوڙي چيائين ته "دياس! مون کي تنهنجو سر دان ۾ گهرجي." دياس مشڪي چيو ته "بس! گهڙي گهڙي به سر گهريءِ ڇڱا مڙس! انهيءَ سڪي هڏ مان توکي ڇا هٿ حاصل ٿيندو؟" بيجل وراڻي ڏني ته "انهيءَ سان تنهنجو ڪهڙو واسطو؟ رواجي چارڻن وانگر آءٌ ڪو مال ملڪ جو بکيو نه آهيان. خواهش اٿم ته اهڙو ڪو نئون دان گهران. جو ملڪان ملڪ مشهور ٿي وڃان. تنهنجي سر ڪانسواءِ مون کي ٻيو ڪجهه نه گهرجي." دياس چيو ته "تنهنجي هرويرو اها مرضي آهي، ته آءٌ توکي پنهنجو سر وڏيءَ خوشيءَ سان وڍي ڏيندس." اوپري ماڻهوءَ جو آواز ٻڌي، سورٺ جو ساهه سڪي ويو سو ڊوڪيندي اندر آئي. چارڻ کي آسنديءَ، سپنو دل تي تري آيس. ۽ هڪدم هينئون هارجي ويس. بيجل کي گهڻيئي منٿون ڪيائين. گهڻئي انعام اڪرام آڇيائين، پر هو باز نه آيو. ايتري ۾ دياس جي پيٺ به لنگهي آئي. ساري حقيقت مان واقف ٿي، ويچار ڪيائين ته جي منهنجو پاءُ وچن کان ٿو ڦري ته اسان جي ڪل تي هميشه لاءِ ڪارنهن جو ٽڪو لڳي ويندو سو همٿائي چيائين ته:

"وڏي ڏي تون، ويرا متو مڱڻهار کي."

هيءَ ڏانڊل ٻڌي، دياس جي ماءُ به ٻوڙندي آئي. سارو حال ٻڌي پٽ جي پٺي ٺپري، آسيس ڪري چيائينس ته "شاباش! متان پنهنجي ٻول کان ڦريو آهين. سر ڏي ته سرهو ٿئين." سس ۽ نران جي اهڙي سيتا

ڏسي، سورٺ بہ مڙس کي نمسڪار ڪري چيو تہ "پراڻ ناٿ! اوهين بيشڪ پنهنجي انجام کي پاڻي ڏيو. هيءَ اوهان جي داسي بہ اوهان سان گڏ جنت ۾ هلي، اوهان جي خدمت ڪندي" دياس جو من خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپي. هٿ جوڙي، سيني کان موڪلائي، چارڻ کي هڪل ڪري چيائين تہ:

"وڍ سِرُ تي سَرَهو، مَ ڪِين آءُ، مَ ڳاءُ
جاجِڪ! تو مٿانءُ، مَلڪُ مِڙيوئي گهوريان."

پوءِ تہ ڪٽارو ڪڍي، ڪٽي پنهنجي ڪنڌ تي هنيائين، ۽ مٿو ڌڙ کان ڌار ڪري، هٿ ۾ ڪٽي ٻيجل کي آڇيائين. پر چارڻ کي هاڻ پنهنجي دل پاڻ ڪائڻ آئي. "هاءِ! هاءِ!" ڪري پڪارڻ لڳو تہ "اي الله مون هيءُ کهڙو انڌير ڪيو. اهڙي بري مت مون کي ڪٿان آئي؟ لکن مئا تہ گهوريا. پر لکن جي پالينڌڙ جو شال وار بہ ونگو نہ ٿئي! هاءِ افسوس! مون لکن جي پالڻهار کي ناس ڪري، ساري ديس کي رلائي وڌو. هاڻ هيڏي وڏي گناهہ مان ڪيئن ڇٽندس!" جئين پيو ٻيجل ٻاڪاري، تيئن پيو دياس جو منهن وهسي، جڻ تہ ٻيجل کي پيو چوي "سر وٺي، سوگهو ڪر." چارڻ سراپجي سائو ٿي ويو. هٿ ڇيوئي نہ ڪنس جو ڪٽي دياس جو سر وٺي. آخر راجا جي ماءُ منٿ ڪري چيس تہ "ٻيجل! جيستائين تون هيءُ سر هٿ ۾ نہ وٺندين، تيستائين دياس جي آتما کي سانت نہ ايندي، پلائي ڪري، سر قبول ڪر." ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي ٻيجل سر وٺي هٿ ۾ ڪيو. هن جو ائين ڪرڻ ۽ ڌڙ جو ڌرتيءَ تي ڪرڻ.

اپرڪوٽ ۾ اڄ چندن جي چڪيا تيار ٿي ويئي آهي. انيڪ آدمي ستيءَ جي درشن لاءِ اچي ڳاهٽ ٿيا آهن. هار سينگار ڪري، ڳهہ ڳٺا پهري، چڪا تي چڙهڻ لاءِ سورٺ هڪي بيٺي آهي. اوچتو هڪ مستانو هٿ ۾ هڪ مشڪنڌڙ منهن وارو سر ڪٽي ڏوڪيندو پيو اچي ۽ ٻاڪاري پيو چوي تہ "بچايوم! اڙي ڪو آهي جو اچي اندر جي آڳ



ڇهائيندم؟ اي ستي! هيءُ سڳورو سر مون گنهگار جي هٿ ۾ نہ ٿو سهائي." سورٺ سر وٺي ٻيجل کي آسيس ڪئي، ۽ ڏٺيءَ کي ٻاڏائي چيائين تہ "اي الله! هن پتڪيل روح کي سانت ۽ سک بخش." ائين چئي، مڙس جو لاش گود ۾ رکي، وڃي ڏاگهہ چڙهي.[1]

راڻڪ ديويءَ جو قصو

ڪنهن سمي سنڌ ڏيهہ ۾ راٺو روڙپار سنگ پائر جي ٿر[2] جو حاڪم هو. سڪي سڪي ڪيس هڪ نياڻي ڄائي، جنهن جو حسن ڏسي، سڀئي حيران ٿي ويا. پر سندس ستاري مان معلوم ٿيو تہ جيڪو راڄڪمار ساڻس لائون لهندو، تنهنجو تخت بخت تباهہ ٿي ويندو. ماءُ پيءُ جي هيءَ اڳڪٿي ٻڌي، راڻي کي ڏاڍو ارمان ٿيو. سو هن نياڻيءَ نينگر کي ڪاري ۾ وجهي ڪٽي بيابان ۾ ڦٽو ڪرايائين. قضا سان، ڪڇ راڄ جو هڪ ڪنيار، هرمتيئي نالي، ان جهنگ مان اچي لانگهائو ٿيو ۽ اوچتو سندس نظر وڃي ڪاري تي پئي. ويجهو وڃي ڏسي تہ هڪ سهڻي نينگر منجهس ستي پئي آهي. اهڙيءَ من موهڻيءَ معصوم ڇوڪريءَ کي هيئن نڌڻڪو ڏسي، کني ڇاتيءَ سان لڳايائين ۽ پنهنجي گهر آڻي، ڪيس وڏي لاڏ ڪوڏ سان نپائڻ لڳو. نينگر جا روش راڄڪمارين جهڙا هئا، سو هن مٿس "راڻڪ ديوي" يعني "ننڍڙي راڻي"

---

[1] اهو حادثو 1010ع ۾ ٿيو. راءِ دياس جي مرڻ کان پوءِ، درليسين پنهنجي هڪ نائب کي اپرڪوٽ ۾ حاڪم مقرر ڪيو. مگر اُن ڏهہ سال کن مس جٽاءُ ڪيو. پوءِ حڪومت جون واڳون راءِ دياس جي پٽ راءِ نوگهن پنهنجي هٿ ۾ آنديون.
هي قصو جو مضمون فارس صاحب جي مشهور ڪتاب "راس مالا" مان انتخاب ڪيو ويو آهي.

[2] ٿر جي معنيٰ آهي: ويرانو. ٿر ملڪ کي انهيءَ نالي سان هن سبب سڏيو اٿن جو سارو ويرانو آهي. منجهس آباد ٽيل ٽڪرا نهايت ٿورا آهن. ٿر جو ملڪ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. اتر واري ڀاڱي کي "ڪائر جو ٿر" ڪري سڏيندا آهن ۽ ڏکڻ واري ڀاڱي کي "پائر جو ٿر" ڪري چوندا آهن. انهن ٻنهي ٿرن جي وچ وارو پاسو ٽڪر "ڍٽ" جي نالي سان سڏبو آهي، جنهن ۾ امرڪوٽ جو شهر آهي.

نالو رکيو. جڏهن عمر رسيدي تي، تڏهن سندس سوپيا سج کي ٻ
ڏيئي ويئي، ۽ سندس حسن جي هاڪ ڪچ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ه
ويئي. اتي جو حاڪم لاکو ڦلاڻي اڻ ڏٺي مٿس موهت ٿي پيو ۽
متيئي کان سندس سڱ گهريائين، پر هن نابري واري. پوءِ ته لاکي
ڏپ وچان ديس پرديس ڪري، جهوناڳڙهه جي چڪ ۾ مجيوڙيءَ نا
هڪ وسيءَ ۾ وڃي وطن ڪري ويٺو.

ساڳئي زماني ۾ گجرات جو حاڪم راجا سڌراج[1] هو جنهن
تخت گاهه انهلواڙ پاٽڻ هو. هڪ لڱا سندس دربار جا چارڻ گهم
ڦرندا، اچي مجيوڙيءَ ۾ نڪتا. اتفاق سان راڻڪ ديويءَ کي ڏ
ورتائون. سندس لاثاني جمال ۽ جوڀن پسي، سيني جي دلين ۾
خواهش اُٿي ته اهڙي پدمڻي اسان جي راجا جي ئي راڻي سونهي. جڏ
موٽي ملڪ آيا، تڏهن راڻڪ ديويءَ جي حسن جي ڳالهه راجا
سربستي ڪري ٻڌايائون. راجا پهريائين ته ڪنيار جهڙي ڪم
جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو پر چارڻن کيس سمجه
ته راڻڪ ديوي ڪنيار جي ڄائي نه آهي، مگر ڪنهن راجائي ڪل
وياءَ تي ڏسجي.

انهيءَ تي هر ڪجي، سندن رٿ قبول ڪيائين. پوءِ ڪين حس
ڪيائين ته وڃي ڪنيار کان سڱ جي گهر ڪريو. چارڻ مو
مجيوڙيءَ ۾ آيا، ۽ ڪنيار کان قبوليت وٺي، ٻن مهنن اندر شا
ملهائڻ جو نهراءِ ڪري اٿيا.

انهيءَ وقت جهوناڳڙهه جو حاڪم راءِ ڪنگهار چوڙاسمو
سندس هڪ پيڻ سڌراج جي پاءُ سان پرڻيل هئي، جا ڪنهن ڳ

---

[1] سڌراج ويراج جو پٽ هو جو درليسين جي پائٽي جو پٽ هو. سنه 1094ع کان
1143ع تائين حڪومت ڪيائين.

[2] هن کي راءِ ڪنگهار پيو ڪري سڏيندا هئا. راءِ دياس جو ٽڙ پوٽو هو ۽ سنه 1098ع ۾
تي ويٺو. سڌراج کيس سنه 1125ع ۾ قتل ڪيو. ولبر فورس بيل پنهنجي ڪتاب "





البٽت ڪري، ڳچ مدت کان پنهنجن ٻن پٽن ڏيجل ۽ ٻيجل سميت
جهونا ڳڙهه ۾ پيڪي گهر تڪيل هئي. هڪڙي ڏينهن ڏيجل ۽ ٻيجل
شيل شڪار ڪندا، مجيوڙيءَ جي ڳوٺ مان اچي لنگهيا. ڏسن ته ڳوٺ
۾ شادمانا لڳا پيا آهن. پڇا بعد معلوم ٿين ته راڻڪ ديويءَ کي سڌراج
سان پرڻائڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن. جڏهن جهونا ڳڙهه موٽيا، تڏهن
راءِ ڪنگهار سان اچي احوال ڪيائون ته "مجيوڙيءَ جي ڳوٺ ۾ راڻڪ
ديوي نالي هڪ حور جهڙي حسين نينگر آهي، جنهن کي سڌراج سان
پرڻائڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن. اهڙيءَ من موهڻي مورت اسان کان
ڇڏي، پرديس پرڻجي وڃي، سا ڳالهه اسان جي شان وٽان نه آهي. اسان
جي اوهانکي استدعا آهي ته ڪيئن به ڪري انهيءَ ٻانهن سان اوهين
پاڻ شادي ڪريو." راءِ ڪنگهار کي هيءَ صلاح ڏاڍي وڻي: سو پاڻيجن
کي چيائين ته "ڪنيار کان وڃي منهنجي پاران سڱ گهرو." پوءِ ٻئي
پائر موٽي مجيوڙيءَ ۾ آيا ۽ ڪنيار کان سڱ جي تقاضا ڪيائون. پر
هن صفا انڪار ڪري چيو ته "ڇوڪريءَ جي مڱ سڌراج سان اڳيئي
ٿي چڪي آهي، سو هاڻ جي آءُ ماڻٽي ڇنندس ته هڪڙو ته لوڪ ۾
لڄارو ٿيندس، ۽ ٻيو ته راجا سڌراج منهنجي کل لاهي ڇڏيندو." هنن
کيس گهڻي ئي دم دلاسا ڏنا، پر ڪنيار نه مڙيو. آخر راڻڪ ديويءَ کي
زوريءَ ڪڍي، اچي، ڪنگهار سان شادي ڪرايائونس.

جڏهن سڌراج کي هن ماجرا جي معلوميت ٿي، تڏهن وڏو ڪٽڪ
سنيرائي، جهوناڳڙهه تي ڪاهي ويو. سانده ٻارهن سال اپرڪوٽ تي
گهيرو ڪري ويهي رهيو پر وريوئي ڪين. انهيءَ وچ ۾ راءِ ڪنگهار کي
اچي شڪ جاڳيو ته سندس پاڻيجي ڏيجل جي راڻڪ ديويءَ ۾ بري نظر
آهي. ڏيجل کي انهيءَ جي ڪڙڪ پئجي ويئي، سو پنهنجي پاءُ ٻيجل
کي ساڻ ڪري راتو واهه اٿي ڀڳو. جڏهن قلعي جي دروازي وٽ پهتا،

---

ڪاٺياواڙ" ۾ چوي ٿو ته راءِ ڪنگهار ٻئي جي پيءُ راءِ نوگهن راڻڪ ديويءَ کي زوريءَ ڪڍائي
ساڻس شادي ڪئي هئي، ۽ نه راءِ ڪنگهار ٻئي.

تڏهن دربانن کي چيائون تہ ”اڄ مالوا کان راءِ ڪنگهار جو هڪ ساٿي اچڻو آهي، جنهن جي استقبال لاءِ اسان کي روانو ڪيو اٿس. اڄ رات جو ساڻ اچي سهڙندو، سو اوهين هڪيا هوشيار هجو.“ پوءِ سڌو آيا سڌراج جي چانوٽيءَ تي، جتي هن سان ملي ملاقات ڪري، چيائونس تہ ”اسان کي بنهه هاڻ خبر پئي آهي تہ اوهين اسان جا چاچا آهيو. جي اها سڌ اڳيئي هجيئون ها تہ راڻڪ ديوي زوريءَ ڪٿي ڪنگهار کي هرگز نہ ڏيون ها. هاڻ تہ اسان سان ”ليکي برباد گناهہ لازم“ وارو قصو ٿيو آهي. ڪنگهار اسان تي الزام مڙهي رهيو آهي تہ اسان راڻڪ ديويءَ ۾ بچڙي اک رکي آهي. انهيءَ بهتان ڪري اسين ڪانئس رسي اوهان وٽ اچهي لاءِ آيا آهيون. جي اسان سان گڏجي هلو تہ ڪنگهار کي پورو ڪري، راڻڪ ديوي اوهان جي پلئہ پايون.“ پوءِ سڌراج سؤ ڪن چونڊ پهلوان پالڪين ۾ وهاري، ساڻن گڏ قلعي ڏانهن وڌيو. دربانن پائرن کي سڃاڻي، سمجهيو تہ شايد مالوا کان ساڻ اچي سهڙيو آهي، سو قلعي جو دروازو کولي ڇڏيائون. سڌراج جا سورما دربانن کي ماري، شاهي محلات ڏي ڏوڪيندا ويا، ۽ اوچتو وڃي ڪنگهار جي مٿان ڪڙڪيا. سڌراج ڪيندئي ترار ڪنگهار جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. پوءِ راڻڪ ديويءَ کي ساڻ ڪري، چانوٽيءَ ۾ وٺي آيو. گهٽوئي ستايائينس تہ هاڻ تون منهنجي پٽ راڻي ٿي ويهہ پر هوءَ بلڪل باز نہ آئي، ۽ وڃي ڏاگهہ چڙهي. ڏيجل ۽ بيجل سڌراج کان انجام ورتو هو تہ راءِ ڪنگهار کانپوءِ، جهوناڳڙهہ جي حڪومت جون واڳون ڪين سونپيون ويندين. سو هاڻ انهيءَ انجام جي يادگيري ڏياريائونس، پر سڌراج چين تہ ”اوهان جهڙن نمڪ حرامن تي ڪهڙو ڀروسو ٿيو! اڄ پنهنجي مامي سان ڌوهہ ڪيو اٿو ڪهڙي خبر تہ سڀاڻي مون سان ڇا ڪندا؟“ ائين چئي، ترار ڪڍي، ٻنهيءَ جون سسيون ڪپي ڇڏيائين.





## راءِ ڏياچ جو سنڌي قصو

ڪنهن زماني ۾ راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا جهونا ڳڙهہ تي راڄ ڪندو هو. ڪيس هڪ ڀيڻ هئي، جا اولاد لاءِ سڪايل هئي. هڪڙي ڏينهن ڪنهن فقير کي وڃي ستايائين تہ ”سائين! ڏٺيءَ کان دعا گهرو تہ مون کي خير جو ٻچڙو ملي.“ فقير دعا ڪري چيس تہ ”مائي! پٽڙو سو ملندءِ مگر اهو راءِ ڏياچ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪندو.“ هي لفظ ٻڌي، راجڪماريءَ کان رڙ نڪري ويئي، ۽ چيائين تہ ”سائين! اهڙو پٽ ئي گهوريو جو پائم جو سر وڍي“ پر فقير جو ڪلام ڪيئن ٽري. پوري نوين مهيني راجڪماريءَ کي هڪ پٽ ڄائو. فقير جا سخن ياد ڪري، ٻالڪ کي صندوق ۾ وجهي ڪٽي درياهہ ۾ ڦٽو ڪيائين. صندوق لڙهندي لڙهندي اچي راجا انيراءِ جي ملڪ مان نڪتي. هڪ چارڻ ۽ سندس زال، جي درياهہ تي پاڻي ڀرڻ لاءِ آيا هئا، تن جي نظر وڃي ان تي پئي. صندوق کي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي، جان ڪٽي کولين تہ ڏسن تہ منجهس هڪ ٻاروتن ۾ تنجيل ٻار پيو آهي. پوءِ ان کي ڪڍي ڪري پنهنجي ڳل لاتائون، ۽ گهر وٺي وڃي نپايائونس. مٿس نالو رکيائون ٻيجل. نينگر اڃ ننڍو سيان وڌو، تان جو اچي ساماڻو. هاڻ هر روز ماڻٿن جا گڏهہ گهوڙا وٺي، جهنگ ۾ چارڻ ويندو هو.

انهيءَ جهنگ ۾ هڪ ڏينهن ڪنهن رمتي فقير هرڻ جو شڪار ڪري، ان جو گوشت کائي، باقي آنڊا ڪٽي ڪرڙن تي ڦٽا ڪيا هئا. جڏهن جڏهن ڏکڻ جو واءُ لڳندو هو تڏهن تڏهن اُنهن آنڊن مان اهڙو تہ من موهيندڙ آلاپ نڪرندو هو جو پکي ۽ ٻيا جيو جنتر ڪنڌ نمائي، اچي ٻڌڻ ٻيهندا هئا. هڪ ڏينهن اهو آواز وڃي ٻيجل جي ڪن پيو. دليل ڊوڙائي ڊوڙائي نيٺ سهي ڪيائين تہ اهو اچرج انهن آنڊن ۾ سمايل آهي. پوءِ تہ آنڊا ڪٽي ڪري پنهنجي چنگ تي چاڙهيائين، ۽ گز ڪيڍي وينو ڪين وڄائڻ. اڃا چنگ چوريائين ڪين تہ مرن ۽ پکين جا ميڙ اچي متا. انهن مان ٻہ چار هرڻ جهلي، ماڻٿن وٽ وٺي آيو. هاڻ

هر روز اهڙيءَ ريت شڪار ڪري پيو پنهنجوءِ ماڻهن جو پيٽ پاليندو هو. سنڌس سرندي جي هاڪ هر جاءِ پکڙجي ويئي.

جنهن وقت ٻيجل جائو تنهن وقت راجا رانيراءِ کي پڻ هڪ ڌيءُ ڄائي هئي. ڪيس سٽ ڏينهن اڳيئي هيون، سو دق ٿي. هن ڌيءَ کي صندوق ۾ بند ڪري، ڪٽي درياهه داخل ڪرايائين. صندوق وهي راءِ ڏياچ جي سرحد مان نڪتي. جتي رتني نالي هڪ ڪنير کي هٿ اچي ويئي. ڪنير، جو اولاد لاءِ سڪايل هو تنهن کي ههڙو ملوڪ ٻار ڏسي، ڏاڍي خوشي ٿي، سو گهر کڻي وهي چوڄ سان پاليائينس ۽ نالو رکيائينس سورٺ. جيتوڻيڪ رتنو راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ رهندو هو ته به راجا انيراءَ کي سنڌس حسن جي خبر پئجي ويئي، سو رتني کان ان جي سڱ جي گهر ڪيائين، جا هن خوشيءَ سان قبول ڪئي. جڏهن شاديءَ جو ڏينهن اچي ويجهو ٿيو تڏهن رتنو هڪ وڏي ڄڃ سنيرائي، ڏام ڌوم سان اٿي شهر مان نڪتو. راءِ ڏياچ جو ان وقت پنهنجي محلات جي دريءَ وٽ ويٺو هو تنهنجي نظر وهي ڄڃ تي پئي. پڇا تي معلوم ٿيس ته رتنو پنهنجي ڌيءَ وٺي انيراءِ سان پرڻائڻ ٿو وڃي. اها خبر ٻڌي، ڏاڍي خار لڳس، سو پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڪيائين ته "رتني کي ڪنيي ڌيءَ سميت وٺي اچو." جڏهن انهن کي آڻي حاضر ڪيائون، تڏهن راءِ ڏياچ رتني کي چيو ته "ڪميڻا! مون کي ڇڏي، پنهنجي ڌيءَ وهي تو ڌارين کي پرڻائين! هاڻ توکي به جواب، انيراءِ کي به جواب." ائين چئي، سورٺ کي وٺي وهي حويلي ۾ وهاريائين.

جڏهن انيراءِ کي هن حادثي جي خبر پئي، تڏهن ٽپي باهه تي ويو ۽ وڏو لشڪر وٺي اچي جهونا ڳڙهه تي گهيرو ڪيائين. ٻارهن مهنا جنڊ پٽن سان هٽي ويٺو پر دال نه ڳريس. آخر شهه ڪائي، موٽي وطن وريو. پوءِ رتن ٽڪن جو ٿالهه پري، ساري ملڪ ۾ ڦيرايائين ته "جيڪو راءِ ڏياچ جو سر وڍي ايندو، تنهن کي نه فقط هيءُ ٿالهه ملندو پر پيو به جيڪي گهرندو سو ملندس." ٻيجل جي زال ٿالهه وٺي رکيو ۽ ٻول ڪيائين ته "منهنجو مڙس پاڻهي راجا جي منشا پوري ڪندو." جڏهن





ٻيجل گهر آيو ۽ ساري قصي جي سنڌ پيس، تڏهن ڏاڍي ڪاوڙ لڳس، سو زال کي جهڙڪي چيائين ته، "مصيبت پوينئي! هيءُ تو ڇا ڪيو؟ هاڻ جي وچن ۾ ولها ٿا پئون. ته راجا اسان جو جڻ ٻچو پيڙهائي ڇڏيندو." پيو ڪو چارو نه ڏسي، ٻيجل پنهنجو سرندو سينگاري اٺي جهونا ڳڙهه ڏي راهي ٿيو. ٻه ٽي منزلون هٽي، نيٺ هڪ ڏينهن نماشام جو اچي قلعي وٽ پهتو.

اللهَ جي آس ڪري، هَليو هٿائين
چارڻ ٻڌا چنگ کي، جُهوڙا ۽ جهائين،
ڏٺلي راءِ ڏياچ جي، ڏوران ڏٺائين،
وينتي واحد در، ٿنهه وير ڳيائين
"سَباجها سائين!راءِ رجهايين راڳ سين."

پوءِ ته چنگ ڪيڍي، وينو وڄائڻ، ۽ ساري رات تندون تنواريندو رهيو. سنڌس ساز جي آواز سيني کي گهائي وڌو. راءِ ڏياچ جو پنهنجي رنگ محل ۾ وينو هو تنهنجي روح به ريلو ڏنو سو ڪوٽ جي دريءَ کان ٻيجل کي پڪاري چيائين ته "مڱڻهارا! گهر، جيڪي گهرڻو هجيئي." ٻيجل ورائيو ته "راجا! مون کي توسان هڪ ڳجهه ڳرهڻو آهي، اجازت ملي ته مٿي اچي اوريان."

مڱ نه تسي مَڱڻو نه مِلڪ نه مال،
ڏاتئنئون ڏور ٿيي، ڪا جا ڳنس ڳال،
آهي اِن خيال، ته ڏيني ٿِيان ڏاتار سين.

راءِ ڏياچ پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنو ته "چارڻ کي چوڏول ۾ چاڙهي مٿي وٺي اچو." هاڻ راءِ ڏياچ ۽ مڱڻي جي وچ ۾ ڪوبه وسيلو ڪونه رهيو ٻئي خلوت ۾ ٿي ويا. ٻيجل نڪي ڪڇيو نڪي پڇيو، سرندو ڪيڍي وري به ويهي وڄائڻ لڳو. راءِ ڏياچ جو من اهڙو ته موهي وڌائين، جو ڪيس طرحين طرحين جا انعام آڇڻ لڳو. پر ٻيجل هٺ

جوڙي عرض ڪيو تہ "راجا! مون وٽ مال متاع جي ڪمي ڪانهي تنهنجي سخاوت جي ساراهہ ٻڌي، تو وٽ وڏي آس رکي آيو آهيان. اهو سر جو تنهنجي سرير جو سينگار آهي. تنهنجو ئي سيڪڙو ئي آيو آهيان. اُميد اٿم تہ نانهن نہ ڪندين." راءِ ڏياچ کي اهڙي اڻنگيءَ مڱ تي نهايت اچرج لڳو سو چيائين تہ "اي چارڻ! منهنجي مٿي مان توکي ڇا هٿ ايندو؟ انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃ. ڏس تہ آءٌ توکي ڪهڙا نہ ڌهرا دان ٿو ڏيان، ساري عمر پيو کائين. تہ بہ کٽڻ جا نہ آهن." ٻيجل سان جيڪي مٿان هٽڻا هئس، سي هنيائين؛ پر هو نہ مڙيو آخر پيو ڪو حيلو نہ ڏسي، پنهنجي هٿ سان سر وڍي، چارڻ کي اچلي ڏنائين چارڻ مٿو کڻي انيراءِ وٽ رمندو رهيو.

> "گُلُ چنو گِرنارِ جو، پَٽڻ[1] ٿيو پٽيڻ،
> سَهَسيسن سورٹ جهڙيون، اُپيون اُسارين،
> چوتا چارڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سينگارئون ڏين،
> ناريون ناڏو ڪُرين، راجا رات رَمُگيو."

هن حادثي جي خبر هنڌين ماڳين هلي ويئي، ۽ ٻيجل جي اچڻ کان اڳ انيراءِ جي بہ ڪن وجي پئي. جڏهن ٻيجل سر کڻي انيراءِ جي ڪچهريءَ ۾ آيو تڏهن انيراءِ پريان ئي ڌڙ ڏيئي چيس تہ "ڪميڻا جوفي وڃان هڙي سخا جي صاحب مان بہ نہ گٿين؛ سو اسان سان الائجي ڪهڙا ڪلور ڪندين. اڄ کان تون اسان جي ملڪ ۾ رهڻ جي لائق نہ آهين. هاڻ هڪدم هليو وڃ. خبردار! جي منهنجي ملڪ ۾ وري پير پاتو اٿيئي." ٻيجل جا ڇهہ ئي ڇڄي ويا، ۽ وويڪ جا وڍ پڙ پورا لڳس. پوءِ تہ متوالن وانگر جهونا ڳڙهہ ڏي ڊوڙندو ويو. جڏهن شهر جي

[1] "پٽڻ" جي اصل معنيٰ آهي: شهر. گجرات ۽ ڪانياواڙ ۾ بہ "پٽڻ" آهن. گجرات واري پٽڻ کي انهلواڙ پٽڻ يا "پاٽڻ" سڏيندا آهن. ۽ ڪانياواڙ واري کي "پرڀاس پٽڻ" يا "پاٽڻ" چوندا آهن. هتي "پٽڻ" مراد آهي: "پرڀاس پٽڻ" جو ڪنهن سمي سئوراشٽر جي گاديءَ جو هنڌ هو.





ڏيجهو اچي پهتو تڏهن ڏسي تہ باهہ جا مچ ٻيا ٻرن، ۽ سورٺ ڏاڍهہ ڇاڙهي، ستي ٿي رهي آهي. پاڻ بہ ڊوڙندو مچ ۾ ڪاهي پيو ۽ جلي ڀسم ٿي ويو.

هاڻ سنڌ واري قصي کي جاچي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو تہ ڪانياواڙ وارن ٻنهي قصن جا مکيہ جزا منجهس موجود آهن. فقط ڪن ڳالهين ۽ واقعن جي وقت جو فرق آهي. سنڌي قصي واري "انيراءِ" جي ڳالهہ سان گجرات جو ڪوبہ حاڪم نہ ٿي گذريو آهي. ازانسواءِ سنڌي قصي ۾ جاٽايل ئي ڪونهي تہ اهو "انيراءِ" "انهلراءِ" جي بگڙيل بناوت آهي. جهڙيءَ ريت "ڏياچ" "دياس" جي بناوت آهي. سنڌي قصي ۾ سورٺ "راٽڪ ديوي" جي قصي ۾ هڪ راجا پنهنجي نياڻي ڦٽي ڪرائي ڇڏي ٿو جا هڪ ڪنڀار جي هٿ چڙهي ٿي، ۽ جنهن جي شادي تان گجرات ۽ ڪانياواڙ جي حاڪمن جو پاڻ ۾ جهيڳڙو لڳي ٿو پر سنڌي قصي ۾ ڪنڀار جو نالو "رتنو" آهي ۽ ٻئي قصي ۾ "هرمتيئو" شاهہ عبداللطيف "ڏياچ" ۽ "ڪنگهار" جا نالا ذڪر ڪيا آهن. مگر ٻنهيءَ کي هڪ ڪري سمجهيو اٿس. ساڳيءَ ريت "چندرودنا" ۽ "راٽڪ ديوي" کي بہ هڪڙي ئي نالي "سورٺ" سان سڏيو اٿس. سنڌي قصي ۾ آيل درياهہ ۾ لوڙهائڻ وارا بہ واقعا دل سان ئي نہ ٿا لڳن: جو تہ ڪانياواڙ گجرات ۾ اهڙو ڪو وهندڙ درياهہ آهي ئي ڪونہ. ۽ پيو تہ هڪ صندوق جو اوپارو وڃڻ ۽ پيءُ جو لهوارو لڙهڻ اعتبار ۾ ئي نٿو اچي.

اهو مونجهارو ڪيئن پيو تنهنجو هيءُ سبب ٿو پائنجي: راءِ ڏياچ جو قصو شاهہ جي رسالي ۾ آيل ٻين قصن وانگر، نڪو ڪنهن جهوني ڪتاب، جهڙوڪ "تاريخ طاهري"، "تاريخ معصومي"، "تحفة الڪرام" وغيره ۾ بيان ڪيل آهي، ۽ نڪو ڪو اُن بنسبت ڪنهن اڳين شاعر، جهڙوڪ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري، شعر گوئي ڪئي آهي، هن مان ثابت آهي تہ شاهہ، جو گجرات ۽ ڪانياواڙ جي سير تي ويو تو ڏسجي، تنهن مٿيون ٻئي آکاڻيون اتي ٻڌيون آهن. پوءِ گهڻي وقت پوڻ ڪري، ٻئي قصا سنڌس دل ۾ گڏجي مسجي هڪ ٿي

ويا آهن. انهيءَ ۾ بہ ڪو عجب ڪونهي، ڇو راڄ ڪمارين تان معاملو مچڻ، ڪاٺياواڙ جي حاڪمن جي اُرهہ زورائي ڪرڻ، گجرات جي حاڪمن جو وير وٺڻ لاءِ جهونا ڳڙهہ تي ڪاهڻ، ٻيجل جي ڏوهہ سان ڪاٺياواڙ جي حاڪمن جو سر وڃائڻ، ۽ ٻيجل کي پنهنجيءَ بديءَ جي سزا ملڻ.

راءِ ڏياچ جي تمثيل هيٺ شاهہ انهيءَ مرادوند مريد جو ذڪر ڪيو آهي، جو طريقت جي راهہ ۾ نفس کي نهوڙي، مرشد جي هڪ اشاري تي نہ فقط پنهنجو تن من ۽ ڌن سندس قدمن تان قربان ڪيو ڇڏي، پر پڻ پنهنجي سر ڏيڻ کان نٿو گسي. اهڙيءَ قربانيءَ جي عيوض ڪيس مرشد وٽان ابدي حياتي حاصل ٿئي ٿي. مرشد ڪامل جي انهيءَ تقاضا ذي اشارو ڪندي رومي مثنويءَ ۾ چيو آهي:

"نيم جان بستاند و صد جان دهد،
آنچہ در همت نيايد آن دهد."

يعني، "مرشد هيءَ آڏوري حياتي وٺي، ان جي عيوض سؤ حياتيون بخشي ٿو ۽ اهڙيون نعمتون عطا ڪري ٿو جي تنهنجي خيال ۾ بہ نہ ايندي‌يون."

تحقيق، مرشد ڪامل جي هڪڙيئي روحاني راز جي عيوض سالڪ جا سوين سر ڪافي نہ آهن. هڪڙي حياتي ڇا آهي؟ ڪروڙين حياتيون هجن، سي بہ انهيءَ روحاني راز جنهن جي ذريعي ابدي حياتي حاصل ٿئي ٿي، تنهنجي اڳيان تڇ سمان آهن.

سَؤ سِرن پائي، جي تندُ بَرابر توريان،
اُتل اوڏاهم ٿِئي، جيڏاهہ ٻيجل ٻُرائي،
سَڪٽون هَڏ آهي، سِرَ ۾ سَيجڻ ناهہ ڪِين.





## ڪربلا جو قضيو*

حضرت محمد صہ جي وفات، بعد هڪدم هيءُ سوال اٿيو تہ هيڏي ساري سلطنت، دنيوي توڙي ديني، جا گويا هڪ لحظي اندر برپا ڪئي ويئي هئي، تنهنجون واڳون ڪنهن جي حوالي ڪجن؟ مسلم قوم جي نظر ۾ چار فائق انهيءَ عهدي جا هر وجہ لائق هئا. اُهي هئا، حضرت ابوبڪر رضہ، حضرت عمر رضہ، حضرت عثمان رضہ ۽ حضرت علي. پهريان ٽہ پيغمبر جا سهرا ۽ پويان ٻہ سندس نياٽا هئا. جيتوڻيڪ ڀاتري پيغمبر صہ جا عزيز اصحاب هئا، تڏهن بہ حضرت عليءَ جي سالن ماٺي هڙنيءَ کان ويجهي هئي. هو نہ فقط پيغمبر صہ جو نياٽو هو، پر سندن سڳو سؤٽ بہ هو جنهن لحاظ تي سندن حقيقي وارث پڻ هو. ازالسواءِ، پيغمبر صہ ۽ حضرت علي، ٻئي قريشي قوم جي مڪيہ هاشمي قبيلي مان هئا. قريش قوم جا وڏي تعداد ۾ هئي، تنهن هاشمي قبيلي جي مرضي ريٿي، خلافت جو فيصلو اجماعي چونڊ تي ڇڏيو. آخر ڪاهي رد بدل بعد حضرت ابوبڪر خليفو چونڊجي ويو. ۽ سيني مسلمانن کي سندس بيعت مڃڻي پيئي. پر اُن وقت کان وٺي هاشمين ۽ قريشين جي سينن ۾ اٽبٽت جو سَلوُ اُسرندو ويو. جو ٿوري ئي عرصي ۾ واڳ وڻ ٿي پيو. نيٺ مسلم قوم سُنين ۽ شيعن جي ٻن فرقن ۾ ورهائجي رهي.

---

* هن قصي جو مضمون شيعن جي معتبر ڪتابن جهڙوڪ، ناسخ التواريخ، روضہ الشهداء، ۽ پڻ ڪن انگريزي ڪتابن، جهڙوڪ واشنگٽن ارونگ جو "محمد جا پويان" سرالفس پيليءَ جو "امام حسين" وغيره مان انتخاب ڪيو ويو آهي.

حضرت ابوبڪر ڪانپوءِ حضرت عمر، اُن بعد حضرت عثمان ۽ آخر حضرت علي خلافت جي مسند تي ويٺو. حضرت عليءَ ڪانپوءِ سندس وڏو پٽ امام[1] حسن، بنا مخالفت خليفو چونڊجي ويو. مگر هن جلدئي شام جي حاڪم معاويہ سان جنگ ڪندي، شڪست کاڌي، جنهن ڪري خلافت تان دستبردار ٿيڻو پيس. پوءِ خلافت جون واڳون حضرت معاويہ پنهنجي هٿ ۾ آنديون، ۽ امام حسن ۽ سندس ڀاءُ امام حسين کي وڏا وظيفا ڏيئي، مديني اُماڻي ڇڏيائين، جتي هنن پنهنجي حياتي آرام سان پئي گذاري. امام حسن کي اهو بہ انجام مليل هو تہ حضرت معاويہ کان پوءِ وري بہ خلافت کيس سونپي ويندي. پر حضرت معاويہ جي پٽ يزيد جي بہ خلافت ۾ اک هئي، سو پيءُ جي مرڻ کان اڳئي، امام حسن کي زهر ڏياري، مارائي ڇڏيائين. آخر جڏهن حضرت معاويہ سن 679ع ۾ وفات ڪئي، تڏهن يزيد، اجماعي چونڊ بنا، زوري پاڻ کي خليفو ظاهر ڪيو. اصل کان ئي اها مرضي هوندي هئس تہ پاسي ۾ ڪو ڪنڊو نہ هجيم. امام حسن تہ سندس ڏوهہ سان اڳيئي شهيد[2] ٿي ويو هو باقي بہ شخص وڃي بچيا هئا، جن مان ڪيس وڏو خطرو هو. اُهي هئا: امام حسين ۽ عبدالله بن زبير، جي ٻئي مديني ۾ رهندا هئا. حضرت معاويہ جي موت جي خبر مديني ۾ پهچي ئي پهچي، تنهن کان اڳ يزيد اتي جي حاڪم وليد بن عتبہ کي لکي موڪليو تہ "حسين ۽ عبدالله کان هڪدم وفاداريءَ جو وعدو وٺي، مون کي اطلاع ڪر." وليد کي جڏهن اهو فرمان رسيو، تڏهن هن خليفي عثمان جي دبير، مروان سان صلاح ڪئي، جنهن چيس تہ "ٻنهي کي پاڻ وٽ سڏائي، ڪائن بيعت وٺ. جي انڪار ڪن تہ اُتي جو اُتي قتل

---

[1] هن لفظ جي اصل معني آهي: اڳواڻ يا پيشوا. شيعا پنهنجي فرقي جي پيشوائن کي "امام" جي لقب سان سڏيندا آهن. هنن موجب مڙيئي ٻارنهن امام ٿي گذريا آهن، جن مان پهريان ٽي هئا: حضرت علي، امام حسن ۽ امام حسين.

[2] "شهيد" لفظ جي اصل معني آهي: اهو شخص جو پنهنجي دين يا ايمان جي سچائي ثابت ڪرڻ لاءِ سر قربان ڪري.





ڪرائي ڇڏين." پر امام حسين ۽ عبدالله کي هن منصوبي جي ڪڙڪ پهچي ويئي، سو راتو واهہ مدينو ڇڏي، عيالن سميت اتي مکي ڏانهن ڀڄي پيا. اتي پهچڻ شرط پاڻ کي کليو کلايو يزيد جو دشمن ظاهر ڪيائون.

هاڻ تہ حضرت معاويہ جي موت جي خبر هر هنڌ هلي ويئي سو امام حسين کي ڪوفين وٽان ڪاغذ اچڻ لڳا تہ "اسين سڀ تنهنجا طابعدار آهيون، ۽ تون ئي اسان جو خليفو آهين. فقط هيڪر هيڏي اچي، اسان کي پنهنجو مبارڪ منهن ڏيکار تہ توکي بيعت ڏيئي، يزيد سان جنگ جوٽڻ جو جهنبو ڪڙو ڪريون."

ڪوفين ڪاغذ لِکيو وچ وجهي الله،
"اسين تابع تنهنجا، تون اسان جو شاهہ،
هيڪر هيڏي آءُ، تہ تخت تابيني تنهنجي."

انهيءَ تي امام حسين پنهنجي سؤٽ امام مسلم بن عقيل کي ڪوفي ڏانهن روانو ڪيو تہ "وڃي تحقيقات ڪري ڏس تہ ڪوفي ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهن." امام مسلم عراق جا برپٽ لتاڙي، اچي ڪوفي ۾ پهتو. ماڻهن سندس ڏاڍي مرحبا ڪئي، ۽ خاطري ڏيئي چيائونس تہ "اراڙهن هزار غازي حق جي راهہ ۾ جان ۽ مال قربان ڪرڻ لاءِ هڪيا حاضر آهن." پوءِ تہ هر روز حشام ماڻهن جا امام مسلم کي بيعت ڏيڻ لاءِ اچي مڙندا هئا. غازين جو تعداد ويو وڌندو تان جو هڪ لک چاليهہ هزار ماڻهن جو ڪٽڪ اچي ڪٺو ٿيو. ڪوفين جو اهڙو اتساهہ ڏسي، امام مسلم امام حسين کي لکي موڪليو تہ "اوهان جي حق ۾ خاطر خواهہ بندوبست ٿي رهيا آهن، ۽ سارو قصو اهڙو تہ ڳجهہ ڳوهہ ۾ پيو هلي جو خود هتي جي حاڪم، نعمان بن بشير، کي بہ ٻنهہ ڪل ڪانهي. هاڻ بهتر آهي تہ اوهين بہ هيڏانهن هليا اچو."

جيتوڻيڪ نعمان غفلت جي غشيءَ ۾ هو تہ بہ يزيد کي دمشق ۾ ساريءَ حقيقت جي پروڙ پئجي ويئي، سو بصري جي حاڪم امير

عبدالله کي امر ڪيائين تہ ”سيگھہ ڪري، ڪوفي ۾ وڃي نعمان کي برطرف ڪر ۽ حڪومت جون واڳون وٺي پنهنجي هٿ آڻ.“ عبدالله ويهارو کن سوار ساڻ ڪري، ڪوفي ڏانهن سٽيندو ويو ۽ چار منزلون ماري، هڪ ڏينهن اونداهيءَ جو اچي شهر ۾ پهتو. ماڻهو جي امام حسين جي اچڻ لاءِ واٽون نهاري رهيا هئا، تن عبدالله جو ڪارو پٽڪو ڏسي سمجهيو تہ امام حسين اچي ويو آهي، سو سيئي هٿ ادب جا ٻڌي سندس چوگرد ٿي بيٺا. پر سوارن هڪل ڪري چيو تہ ”خبردار! هٽي پري ٿيو! هيءَ اوهان جو نئون حاڪم امير عبدالله آهي.“ ڪوفي نااميد ٿي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. عبدالله قلعي ڏانهن ڪاهي، وڃي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪيون، ۽ ڏينهن ٻن ۾ امام مسلم کي شهيد ڪرائي سندس سسي يزيد ڏانهن رواني ڪيائين.

امام حسين، جنهن کي هن حادثي جو ڪو سماءُ ڪونہ هو. سو امام مسلم جي صلاح موجب ڪوفي ڏانهن وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. عزيزن خويشن کيس گهڻو ئي سمجهايو تہ ”ڪوفين جي بي وفائي ايامن کان مشهور آهي. اصل چوڻ آهي تہ ”ڪوفي لايوفي“ (ڪوفي بيوفا آهن)، سو منجهن وفاداريءَ جي اميد رکڻ اجائي آهي. اسان جو اوهان کي عرض آهي تہ جيستائين هو ظاهر ظهور يزيد جي سامهون جنبي جنگ نہ جوٽين، تيستائين اوهين هتان چرُوئي نہ.“ سندس سؤٽ عبدالله بن عباس بہ کيس ليلائي چيو تہ ”ٻيو جي نہ، تہ بہ مستورات کي هتي ڇڏي وڃو.“ امام حسين نہ مڃيو ۽ وراڻي ڏنائين تہ ”سڀ ڪجھ ڌڻيءَ جي اختيار آهي، جيڪي ٿيڻو هوندو. سو اوس ٿيندو.“ پوءِ ڪٽنب قبيلو وٺي، ٽورا بورائو ساڻ ڪري، اُتي ڪوفي ڏانهن هليو. محرم[1] جي

---

[1] ”محرم“ لفظ جي اصل معنيٰ آهي: حرام ٺهرايل يا منع ڪيل. هيءُ اسلامي سال جو پهريون مهينو آهي. ان کي محرم انهيءَ ڪري سڏيو اٿن جو جهالت جي زماني ۾ توڙي پيغمبر صہ جي وقت منجهس ڪنهن بہ قسم جو جهيڙو جهٽو يا لڙائي ڪرڻ حرام ليکبي هئي. هن مهيني کي مسلمان بلڪل سڳورو مهينو ڪري سمجهندا آهن. انهيءَ ڳالھ جي



پهرين تاريخ خميس (وسپت) ڏينهن (سنہ 62 هجري مطابق 680ع بابل جي سرحد تي رسيو ئي ڪين تہ پريان هڪ سوارن جي ٽولي ايندي ڏٺائين. ڀانيائين تہ ڪوفي استقبال لاءِ ٿا اچن. اجا انهيءَ خيال ۾ هو تہ ٽولي جي مهندار، حر، کيس هڪل ڪري چيو تہ ”امير عبدالله جو امر آهي تہ امام حسين کي نظر بند ڪري، آڻي مون وٽ حاضر ڪريو.“ هي حرف ٻڌي، امام حسين حيران ٿي ويو پر عبدالله جي امر جي ڪا پرواھ نہ ڪري.

حر کي حق جي راھ جي دعوت ڏيڻ لڳو. اجا پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون پئي ڪيائون تہ اوچتو هڪڙا پنج اوڻٽو سوار اچي نڪتا. منجهانئن هڪڙو امام حسين جو ڏيٺي هو. اُن کان خبرون چارون ولندي، معلوم ٿيس تہ ڪوفي ڦري وڃي يزيد جا جماعتي ٿيا آهن، ۽ امام مسلم شهيد ٿي ويو آهي.

ڪوفِين قَهرَ ڪيو ٿئا جَماتي يزيد جا،
پَليتن کي پِڙَ ۾، ورنہ وَر پئو
سَڌرُ هون سِهو شيرَ شهادَت رَسِئو.

هيءَ سڌ سڻي، امام حسين جي هٽن مان جڻ تہ ڪجھ ڪري پيو. نراسائي ۽ نااميدي وڪوڙي ويس، پر خدا تي توڪل رکي اڳتي وڌيو. حر بہ سندس پٺ نہ ڇڏي، پر ساڻس ڪا ڪؤنس نہ ڪيائين. ساري رات سواري ڪري محرم جي ٻي تاريخ، جمع ڏينهن، واٽ تي ٿورو ترسي، فجر جي نماز پڙهي جهڙو وري پنڌ پيو تہ هڪ سوار نظر آيس، جنهن حر وٽ هڪ خط آڻي پيش ڪيو. اهو خط عبدالله وٽان هو. ان ۾ حر کي هدايت ڪيل هئي تہ ”امام حسين کي سندس ساٿين سميت آڻي ڪنهن اهڙي اڪيلي برپٽ ۾ بلائتو ڪر، جو جيستائين اسان جو لشڪر اچي ڪين گهيرو ڪري تيستائين اُتان چرڻ جي مجال ئي نہ

---

ڪري ڪوبہ لحاظ نہ رکي ۽ شرع جي حڪمن جي انحرافي ڪري، يزيد محرم ۾ امامن سان جنگ جوٽي.

هجين. پوءِ تہ سيئي سٺون ڏيندا. محرم جي ٽين تاريخ چنچر جي ڏينهن، فرات نديءَ جي ڪناري وٽ. ماريہ جي ميدان ۾ اچي پهتا، اتي عمر بن سعد چار هزار سپاهي وٺيو اڳئي تيار بيٺو هو.

هاڻ امام حسين جو گهوڙو "ذوالجناح" اڳتي وڌڻ جي نہ پيو ڪري. گهڻي ئي اڙيون هنيائينس، پر پگ بہ نہ پُريو امام حسين حيرت ۾ پئجي ويو. ساٿين کان پڇيائين تہ "هن برپٽ ۾ کهڙي ويڊن آهي جو گهوڙو وک بہ نٿو وڌائي؟ سندس نالو ڇا آهي؟" هڪڙي ساٿيءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ "اي امام سڳورا هيءُ ماريہ جو ميدان آهي. ان کي ڪربلا جي نالي سان پڻ سڏين ٿا." هيءُ ٻڌي امام حسين جي وات مان هي حرف نڪري ويا: "الله اڪبر اَرض ڪَرب وَ بلاءِ وَ يسفڪُ الدماء" (الله اڪبر! هي زمين مصيبت ۽ آفت جو گهر آهي; ۽ منجهس رت جا ريلا پيا وهن.)[1] انهيءَ تي پٽس علي اڪبر پڇيو تہ "ابا سائين! هي ڇا ٿا چئو؟" امام حسين فرمايو تہ "هڪ لڳا آءُ ابي ۽ ادي سان گڏجي هن ميدان ۾ اچي رهيو هوس." ابو امام حسن جي هنج ۾ مٿو رکي سمهي رهيو ۽ آءُ وچي سندس سرانديءَ کان ويٺس. اوچتو ابي جون اکيون کلي پيئون. جن مان لڙڪ پئي لڙيا. امام حسن ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو. فرمايائين تہ "مون بنهہ هاڻ خواب ۾ پئي ڏٺو تہ هڪ رت جو تلاءُ آهي، جنهن ۾ امام حسين هٿ پير هڻي، دانهون ڪوڪون ڪري رهيو آهي، پر نڪو اٿس اوهي نڪو واهي." پوءِ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين تہ "اي منهنجا جاني جگر! هن ميدان ۾ توسان اها ماجرا اوس ٿيڻي آهي. پوءِ تون ڪيئن ڪندين؟" تنهن تي مون جواب ڏنو تہ "انما يو في الصابِرُون اَجرهم بغير حساب" (تحقيق صابرن کي سندن لائق انعام اڻ مئي انداز ۾ ڏنو ويندو). هاڻ اهو الاهي امر اچي اوڏو ٿيو آهي؛ "ان کي مُرڪي منهن ڏيندس."

[1] ڪربلا = ڪرب (مصيبت يا ڏک) + بلا (آفت). ڪربلا جي ميدان کي شط الفرات ۽ نينوا جي نالن سان پڻ سڏيندا هئا.





آخر امام حسين اچي عمر سان مليو ۽ ساڻس ڪوفين جي بي وفائيءَ جي ڪيفيت ڪري چيائينس تہ "جي هاڻي اوهان کي اعتراض نہ هجي تہ آءُ موٽي مڪي وڃڻ لاءِ تيار آهيان." انهيءَ تي عمر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ عبدالله کان اجازت وٺڻ لاءِ قاصد روانو ڪيائين. پر عبدالله انڪار ڪيو. اٽلو حڪم موڪليائين تہ "فرات نديءَ جي ڪناري تي سخت پهرو ويهاري، امام حسين جن جو پاڻي بند رکي، جيستائين هو يزيد جي بيعت مڃي." امام حسين ٻيو ڪو حيلو وسيلو نہ ڏسي، ڪربلا جي پڙ ۾ خيما کوڙي، ڪريم تي ڪم وجهي ويهي رهيو. پر پليتن جو پاڻي بند ڪيو هون، سو اچي ڏاڍا عاجز ۽ پريشان ٿيا. پنهنجي ڪٽنب ۽ ساٿين کي پاڻيءَ لاءِ پاهہ ٿيندو ڏسي، امام حسين عمر کي سڏي چيو تہ "ڀلا مون کي ڇڏيو تہ دمشق وڃي يزيد سان روبرو فيصلو ڪريان، يا موٽي مڪي وڃان، يا تہ خراسان جي سرحد تي وڃي ترڪن سان لڙان." عمر وري بہ عبدالله کي چوائي موڪليو پر هو نہ مڙيو ۽ شمر نالي هڪ خبيث هٿان جواب مڪائين تہ "جي امام حسين بيعت مڃي، تہ واهہ. نہ تہ کيس قتل ڪري، سندس لاش گهوڙن جي پيرن هيٺان لتاڙائي ڇڏيو." شمر کي اها مخفي هدايت پڻ ڏنائين تہ "جي انهيءَ حڪم جي بجاوريءَ ۾ عمر ڪا ڪوتاهي ڪري، تہ هڪدم کيس قتل ڪري، تون پاڻ لشڪر جو مهندار ٿج."

انهيءَ رد بدل ۾ ڇهہ ڏينهن لنگهي ويا. آخر نائين تاريخ، جمع جي ڏينهن، نماشام جو عمر پنهنجو لشڪر امام حسين جي ڇانوٽيءَ جي گهيرو ڪيو. جيئن هو سانجهي نماز پڙهي، پنهنجي تنبوءَ وٽ ويٺو هو. تنهن عمر وٽس لنگهي آيو ۽ اچي عبدالله جي آخري فيصلي جو اطلاع ڪيائينس. امام حسين چيس تہ "اڄوڪي رات ڇڏينم، تہ دل مان پڇان، صبح جو آءُ توکي پاڪيهي جواب موڪليندس."

پوءِ تہ اڪيلوئي اڪيلو تنبوءَ جي در وٽ ويٺو رهيو ۽ ٽبيءَ ۾ پئجي ويو. اوچتو سندس همشيره بيبي زينب، اندر لنگهي آئي، جنهن کي ڏسي نهايت درد ڀريل دانهن ڪري چيائين تہ "بنهہ هاڻي پنهنجو

نانو نبي ڪريم ﷺ خواب ۾ پيئي ڏٺم. فرمايائون ته ابا! اوهين جلد اچي مون سان جنت ۾ ملندا.“ هي لفظ ٻڌي، بيبي زينب وسواس ۾ پئجي ويئي؛ ۽ چيائين ته ”واويلا، واويلا! هاڻ اسان جي خاندان جو اچي خاتمو ٿيو! اسان جي جيجل گذر ڪري ويئي، اسان جو ابو ۽ ادو ۾ وڃي رب کي رسيا. هاءِ! هاءِ! باقي جي بچيا آهيون. تن جو ٻه هاڻ خير ڪونهي.“ ائين چئي، بيهوش ٿي ڪري پيئي. امام حسين اُتي مٿس پاڻي ڇنڊي ڪيس سڌير ڪيو ۽ دلداري ڏيئي چيائينس ته ڪل نفس ذائقه الموت (سڀني کي موت جو ذائقو چکڻو آهي). هر ڪنهن کي اڳي پوءِ اوس هلڻو آهي، ڪير ٻه ڪونه رهندو ابو امان ۽ ادو مونکان هر طرح وڌيڪ پيارا هئا، ته ٻه عزرائيل جي چنبي کان نه ڇٽا. خود خدا جي پياري رسول ﷺ کي ٻه رباني راهه وٺڻي پيئي. هيءُ خاڪ جو پتلو آخر خاڪ ٿيڻو آهي، تنهنڪري رب جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي. امام حسين سان فقط چاليهه پيادا ۽ ٻٽيهه سوار هئا. پر هر هڪ جي جسم ۾ سرفروشيءَ جو روح ڦوڪيل هو. هاڻ انهن کي سڏي، وٽنو ساڻن پهه پچائڻ.

ڪامِل ڪربَلا ۾ پاڻ آيا پيهي،
پَهه ڪِئائون پاڻ ۾ مُقابِل ويهي،
قضا هي ڪيهي، هيءِ! هيءِ! تي حُسين سين؟

چيائين ته ”يزيد کي فقط منهنجي سر جي لوڙ آهي. اوهين منهنجي ڪري ڇو پيا هي سختيون سهو؟ منهنجي بربادي‌ءَ جو اوهين ڪو اُلڪو نه ڪريو. مون کي قسمت جي حوالي ڇڏي، اوهين موٽي ملڪ وڃو.“ انهيءَ تي سڀني هڪ آواز سان پڪاري چيو ته ”خدا شال اهو ڏينهن نه ڪندو جو توهان کان سواءِ جڳ ۾ جيئنداسين! جي ٻڪ ۽ اُڃ وگهي مئاسون، ته ٻه اوهان جي پٺيان. جي دشمن جي ترار جو ٻڪ ٿياسون، ته ٻه اوهان جي پٺيان. موٽي مور نه ويندا سون.“ پنهنجن سورمن جي اهڙي سورهيائي ڏسي، امام حسين هاڻ شهادت جا سانباها ڪرڻ





لڳو. خيمن کي ڪٺي ٻن قطارن ۾ هڻايائين، ۽ سندن پٺ ۾ ڪاهي ڪٽائي، ان کي وڏن ٻنڌڻ سان ڀرائي ڇڏيائين. انهيءَ لاءِ ته جي دشمن دويدو وڙهڻ بدران، پٺيان حملو ڪري ته ٻنڌڻ کي باهه ڏيئي، ڪيس هٽائي پري ڪجي.

ڪربلا جي پڙ ۾ خيما ڪوڙيائون،
جهيڙو يزيد سامهون، جنبي جوڙيائون،
منهن نه موڙيائون، پسي تاءُ ترار جو.

هاڻ ته اُپ اڪين پيئي ڏٺو سڀني ائين پيئي سمجهيو ته هيءَ اسان جي آخري رات آهي؛ سو هر ڪو آڳي جي عبادت ۾ جنبي ويو.

روضته الشهدا ۾ چيل آهي ته انهيءَ رات امام حسين جي گهرواريءَ، بيبي شهر بانو[1] خواب ۾ ڏٺو ته بيبي فاطمه[2] ڪربلا جو ميدان پيئي سوري ۽ ٻهاري. جڏهن ڪانئس انهيءَ جو سبب پڇيائين، تڏهن هن جواب ڏنس ته ”نياڻي هُن پڙ تي منهنجو پٽ ۽ تنهنجو ڪانڌ شهيد ٿيڻو آهي، جنهن لاءِ پٽ پيئي صاف ڪريان؛ ته متان سندس ڪومل لڱن تي ڪا پٿري نه لڳي وڃي“. ائين چئي وٺي خدا کي وينتيون ڪيائين ته ”ياخدا! منهنجو پٽ هاڻ توکي پرتو آهي.“

محرم مهيني جي ڏهينءَ تاريخ، ڇنڇر جي ڏينهن، آسر جو امام حسين بدن تي مصري قبا پهري، مٿي تي پيغمبر ﷺ جي دستار شريف رکي، ڪلهي تي حضرت حمزي جي ڍال ڍاري ۽ چيلهه تي حضرت عليءَ جي ذوالفقار ٻڌي، ذوالجناح تي چڙهي، لڙائي لاءِ تيار ٿي بيٺو ۽ مصحف شريف کڻي خدا کي ٻاڏائي چيائين ته ”اي رب العالمين! هن جهان ۾ هاڻ توکانسواءِ منهنجو ٻيو ڪو ٻه اجهو آسرو ڪونهي. تون ئي منهنجو مشڪل ڪشا ۽ حامي همراهه آهين.“ اجا دعا گهري بس

[1] بيبي شهربانو ايران جي آخري شهنشاهه يزدگرد ٽئين جي نياڻي هئي.
[2] بيبي فاطمه پيغمبر ﷺ جن جي نياڻي هئي، جا کين بيبي خديجه مان ڄائي هئي. پيغمبر ﷺ جي وفات کان پوءِ ڇهين مهني گذر ڪري ويئي.

ڪيائين ڪين. تہ دشمن جي طرف کان هڪ سوارن جي ٽولي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺائين. پانيائين تہ هاڻ دشمن هلان شروع ڪئي آهي. پر سٽت ئي معلوم ٿيس تہ حر پنهنجي فوج سميت، دشمن سان ڇني، سندس مٿان سر قربان ڪرڻ لاءِ ڪاهيندو پيو اچي. حر جيئن اڳتي وڌندو پئي آيو تيئن هڪل ڪري پئي چيائين تہ "اي ڪوفيو! افسوس آهي اوهان جي حال تي! عليءَ جي اولاد کي پاڻ وٽ گهرائي. ساٽس لڙائي لاءِ سنيري آيا آهيو! اوهان ڪين فرات جي پاڻيءَ کان سڪايو آهي. جو ڪافر ۽ جهنگ جا مرون بہ بنا جهل پل پيا پيئن! هاءِ! هاءِ! قيامت جي ڏينهن اوهين انهيءَ ستم جو ڪهڙو جواب ڏيندا؟" پوءِ تہ ايندي ئي امام حسين جي پيرن تي ڪري چيائين تہ:

"آهيان عاشِق آڳ جو پتنگُ پروانو
مان راضي ٿيي رسول رب جو نبي تو نانون،
هي سِر سَمانو گهوٽ! مٿائين گهوريان."

عمر هيءَ حال ڏسي، ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ مرضي ٿيس تہ هاڻ بہ ڪٽي ڪوناهہ ڪجي. پر شمر ملعون نڪا ڪئي هم نڪا تم، وٺي تيرن جا وسڪارا مچايائين. انهيءَ تي حر کي جولان اچي ويو. سو هڪدم ميدان ۾ گهڙي پيو ۽ ڪيترن ڪافرن جا سر ڌڙن کان ڌار ڪري ڇڏيائين. پر کن ۾ پاڻ بہ زخمجي وڃي شهادت کي رسيو. پوءِ تہ:

بهادُر گڏ‌ٿا بهادرين، ڪڙڪ ڪِلول ڪَن.
وِجهن ڏرَ ڏرَن تي، هاڪارِين هڻَن.
ڪِرَن، ڪنڌ نَچن، رڻ گجئو راڙو ٿئو.
هوڏانهن هُن هاڪارئو هيڏانهن هي هڻن.
سُرنايون ۽ سُنڌڙا، بِنين پار بُرن.
گهوٽن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لائون لڏيون.

غازي جو حملو پسي، دشمنن جون دليون دهلجي ويئون. سو هاڻ دغا بازي ڪري، امام حسين جي خيمن تي ڪاهي پيا. پر موچڙا ڪائي





پٺ تي موٽيا. آخر ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، شمر ملعون لشڪر کي حڪم ڏنو تہ "خيمن کي باهہ ڏيو." انهيءَ تي ٻيبيون ڪيهون ڪنديون ٻاهر نڪري آيون. امام حسين ڪين اهڙو وياڪل ڏسي، شمر کي واڪو ڪري چيو تہ "اي پليت! منهنجي عيال مان بہ نہ تو ترين! شل جهنم جي باهہ ۾ جلي مرين!" هنن حرفن شمر کي هٽي تمام ڪري وڌو سو پنهنجو حڪم رد ڪيائين. اتي اچي ٻيهر ٿيا. ٻنهين ڌرين لڙائي مهمل ڪري، اڳينءَ نماز پڙهي. امام حسين "صلواة الخواف"[1] بہ ادا ڪئي.

پوءِ دشمن وري جلهہ شروع ڪئي، تيرن جا مينهن وسي ويا. غازي بہ دل جا وهم وساري، ڪافرن تي ڪاهي پيا، ۽ مردودن جا مٿا لاهي، ٻوئڻين جا ڍير ڪٽي ڪيائون.

ڪامِلَ ڪربلا ۾ آيا سيد شيرَ،
ماري مِصرين سين، ڊُنڊَ ڪِٽائون ڍير،
ڌُهلئا اُٿ دليرَ، پسي حملو ميرَ حُسين جو.
ڪامِلَ ڪربالا ۾ آيا جُنگَ جُوان،
ڌرتي ڌُبي لرزي، تر ٿِلِئا آسمان،
ڪره هُئي ڪان، هو نظارو نينهن جو.

پر هيڏڙي ننڍڙي فوج يزيد جي پربت جيڏي لشڪر تي پڙي نہ سگهي. ٽوريئي عرصي ۾ امام حسين جا سڀ ساٿي مارجي ويا، ۽ باقي وڃي سندس پٽ ۽ ڀائٽيا بچيا. پوءِ تہ انهن ۾ بہ اچي ٽاڪوڙو پيو.

پنهنجن جاني جگرن کي ڪسندو ڏسي، امام قاسم چاچي مٿان سر صدقي ڪرڻ لاءِ اُٿي ڪڙو ٿيو. پر هن موڪل نہ ڏنيس. سو نراس ٿي، وڃي تنبوءَ ۾ ويهي رهيو. اوچتو دل تي تري آيس تہ "ابي ٻانهن ۾ تعويذ ٻڌي چيو هئم تہ جي ڪا اوکي اچي پوئي تہ اُهو چوڙي پڙهج ۽ اُن

[1] صلواة الخوف جي معنيٰ آهي: خوف جي نماز. اڳ جڏهن مسلمان جنگ تي ويندا هئا، تڏهن دشمن جي خوف کان ساري نماز پڙهي نہ سگهندا هئا. ۽ ان جي بدران فقط ٻہ رڪعتون پڙهندا هئا.

موجب عمل ڪج." تعويذ کولي ڪٽي پڙهي ته لکيو پيو آهي ته "جڏهن ڪربلا جي پڙ ۾ ڪوفي امام حسين سان ٺهر ڪن، تڏهن تون متانئس پنهنجو سر قربان ڪج. جي هو توکي منع ڪري، ته ڪارون آٽي به قبول ڪرائجانس." پوءِ ته تعويذ آٽي امام حسين کي هٿ ۾ ڏنائين. جنهن پڙهي زار زار رنو ۽ چيائين ته "ادي توکي جيئن منهنجي لاءِ وصيت ڪئي آهي، تيئن مون کي به تنهنجي لاءِ وصيت ڪئي هئائين. هاڻ هيڏي آءُ، ته اول اُها بجا آڻيا." پوءِ امام قاسم کي ٻانهن کان وٺي ٻيبين وٽ آيو جن کي فرمايائين ته "امام قاسم کي چٽي ڏکي. نوان ڪپڙا پهرائي، شاديءَ لاءِ سنيرايو." جڏهن سڀ تياريون ٿي چڪيون، تڏهن پنهنجي نياٽي، جا امام قاسم سان اڳيئي مڱيل هئي، سا ڪيس پرڻائي ڏنائين. گهوٽ ۽ ڪنوار ڪوٺي ۾ ئي ويٺا هئا ته يزيد جي لشڪر مان ڪنهن پڪاري چيو ته آهي ڪو ٻيو جو لهي اچي ميدان ۾؟ هيءَ هڪل سڻي، امام قاسم جو رت ٽهڪڻ لڳو. سو وڄ وانگر ڏوڪيندو وڃي دشمن تي ڪڙڪيو.

ڪانڌ! ڳلارين ڪپڙين، وڙا وناهيو آءُ!
چِت سانگين جي سِٽ وهي، اُت وڪ وڌندي پاءِ.
تان تان پُوءَ مَ پاءِ، جان جان نونڌي نه چڙهين.

ڪن ساعت ۾ پنجاهه پيادن تي ٽيهن سوارن کي قتل ڪري ڇڏيائين. پر نيٺ ويري ويڙهي ويس. ۽ هيءُ شير به شهيد ٿي ويو. پوءِ ته امام حسين جا ٻيا ياٽتيا به هڪ ٻئي پنيان پڙ تي پئي، وڃي رحمت کي رسيا.

هاڻ امام حسين وٽ نه رهيو ٻيلي نه ٻانهون، نه عزيز نه خويش. يَڪو سر وڃي بچيو. ٻيبين پار ڪيدي پئي ٻاڪاريو. پر ڪين دلاسا ڏيو ماٺ پئي ڪرايائين. آخر ڪانئڻ موڪلائي، گهوڙي تي چڙهي. ميدان ڏانهن راهي ٿيو. اجا به تي وکون وڌيو ئي ڪين، ته تنبوءَ مان دل سوز دانهن جو پڙلاءُ ڪن تي پيس. سو موٽي آيو. پڇا تي معلوم ٿيس ته





سندس اُبهم پٽ علي اصغر کي اُڄ ڏاڍو عاجز ڪيو آهي: سو ڪيس هنج ۾ ڪٽي، گهوڙو ڦيرائي سڌو ميدان ۾ آيو ۽ دشمن کي هڪل ڪري چيائين ته جي مون اوهان جي ڪا خطا ڪئي آهي ته آءُ ان جي سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان: پر هن معصوم اوهان جو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي؟ اُڄ ۾ پاهه پيو ٿئي. خدا جي واسطي پاڻيءَ چُڪو ڏيوم ته پياريانس. پر پليتن کي ڪو قياس ڪونه پيو. اُٽلو هڪ ديوس اوڇتو وٺي تير ڇوڙيو. جو اچي علي اصغر جي نڙيءَ ۾ ڪتو. رت سيڙهون ٿي وهڻ لڳو. امام حسين ڪيس ڪٽي موٽي تنبوءَ ۾ آيو جتي واويلا مچي ويئي. پاڻ به پنهنجي لالڻ پٽ تي لوهوءَ جا لڙڪ هاريائين. ۽ سندس رت پکن ۾ جهلي، آسمان ڏانهن اڇلائي، چيائين ته "اناالله وانا اليه راجعون! (تحقيق اسين خدا وٽان آيا آهيون ۽ وٽس ئي موٽي وڃڻو اٿئون!) يا خدا! توفيق بخش ته هي مصيبتون صبر سان سهان."

پيءُ کي اهڙو پريشان ڏسي، امام زين العابدين نيزو ڪلهي ڪري، ميدان ڏي ڪاهيندو ويو پر امام حسين سٽ ڏيئي، اڌ واٽ تان ئي ورائي آيس. ۽ چيائينس ته "اي منهنجي متي جا موڙا ڏٽيءَ جي واسطي تون پنهنجو جيءُ" جوکي ۾ نه وجهه. جي تون به شهيد ٿي وئين. ته اسان جو خاندان هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو. ڏٽيءَ گهريو آهي ته توکٽي مان ڪوڙ ٿيندا، ۽ اسان جو نسل قيامت تائين قائم رهندو. هاڻ آءُ توکي پنهنجي آخري وصيت ٿو ڪريان: ٻيبين جي هر طرح پارت هجيئي. ڪين پنهنجي ساهه سان سانديج. ٻيو ته جڏهن موٽي مديني وڃين، تڏهن منهنجي سيني سنگتين کي ساري سلام ڏج. ۽ چئجان ته "خدانخواست، جي ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿيو ته مون مسڪين کي ياد ڪجو جي ڪنهن غريب کي ناحق ڪسندو ڏسو ته مون مظلوم جي سار ڪجو ۽ جي تڏي پاڻيءَ جوڊڪ پيو ته مون اُڃايل کي نه وسارجو."

پوءِ ته امام حسين سيني ڪان روئي موڪلائي، ميدان ڏانهن رخ رکيو. واٽ تي اُڄ اچي ورايس. سو گهوڙو ڦيرائي، فرات ڏانهن وڌيو. جيئن نئڙي، پاڻيءَ ٻڪ پري، واٽ تي تي آنداڻين ته هڪ تير اچي واٽ

۾ لڳس. سو نهاري رت سان ڀرجي ويس. ۽ ڏند ڏاڙهونءَ جي ڪڻ جئان ڳاڙها ٿي ويس. اڪيون آسمان ڏي ڪئي، رب کي ٻاڏايائين.

ڏاڙهي رَت رتياس، ڏندَ ته ڏاڙهونءَ گل جنءَ،
چوڏهِي ماه چَندَ جِنءَ، پَڙَ ۾ پاڳڙياس،
ميڙي ۾ مُحمد جي، مَرُ مَرڪي ماس،
تنهِ سورهيهِ کي شاباس، جو مٿي پڙ پرزا ٿيي.

سندس ابهم ياٽني جو ڪيس پريان رتورت ٿيل ڏنو سو وني ڏانهس ڊوڙڻ لڳو. وات تي هڪ خبيث هٽي هٿ ترار سان وڍي وڌس. انهيءَ تي امام حسين زار زار روئي چيو ته "پيارا پٽ! شال ڏٽي توکي پنهنجن وڏن وٽ جنت ۾ جاءِ ڏيا" پوءِ وني دشمنن تي حملو ڪيائين. دشمنن به مٿس تيرن ۽ ترارن سان جلهون ڪيون. پر ساٿس پڄي نه سگهيا. هاڻ سندس سارو جسم زخم هٽي ڀرڻ مثل تنگ تنگ ڪري وڌو آخر اُج ۽ عذاب وچان بيحال ٿي ويو ۽ گهوڙي تان لهي، پٽ تي ليٽي پيو. سندس هيٺو حال ڏسي يزيد جو لشڪر ويڙهي ويس. پر ڪنهن کي به همت نه ٿئي جو ڪٽي ويجهو وڃيس. نيٺ شمر حرفت هلائي، اُچانگ ماري وڃي سندس سيني تي چڙهي وينو ۽ ترار ڪڍي جيئن ٿي مٿانئس رهايائين ته امام حسين واکو ڪري چيس ته اي شمر! ٿورو ڏيرج ڪر. شهادت اسان جي ابي جي ميراث آهي[1] سو ٿون پل مون کي شهيد ڪر. پر نماز جو وقت اچي ٿيو آهي، مهلت ڏينم ته پڙهي وٺان." انهيءَ تي شمر سندس سيني تان لهي هيٺ ٿيو ۽ امام حسين نماز نيتي ويهي رهيو. اچا ٻهرئين سجدي ۾ ئي هو ته شمر غدار ترار هٽي. ڪيس شهيد ڪري ڇڏيو.

"روضته الشهدا" ۾ آيل آهي ته جڏهن امام حسين شهيد ٿي ويو تڏهن ساريءَ ڪائنات سندس ماتم ڪيو. ڌرتي جوش ۾ جلي، ڌٻي

---

[1] امام حسين هي لفظ انهيءَ ڪري چيا جو سندس والد حضرت علي به شهيد ٿيو هو. جهڙو ڪوفي جي مسجد ۾ نماز پئي پڙهيائين، ته ابن ملجم نالي هڪ ڪوفي زهردار ترار هٽي شهيد ڪري ڇڏيس.





دانهون ڪيون. آسمان، عرش ۽ ڪرسيءَ لرزي ۾ اچي، رت جا لڙڪ وهايا، ملڪن پنهنجا مڪان ڇڏي، هوا ۾ آهون صدائون پئي ڪيون. ۽ نبين پڻ زارو زار پئي رنو. ازانسواءِ ماڻهن، مرن، پکين، ديون، پرين وغيره به پاڻ پڇاڙي، رت جا ڳوڙها پئي ڳاڙيا. ائين پڻ چيل آهي ته هڪ ڪبوتر ڪربلا ۾ آيو جنهن امام حسين جي رت ۾ ليٽي، دانهون ڪوڪون ڪري، پاڻ پئي پڇاڙيو. پوءِ اُتان اُڏامي مديني ۾ آيو. جتي ڪيهون ڪيون، پيغمبر صہ جي روضي جي چوڌاري پئي ڦريو. سندس ڪنين مان رت جا ڦڙا ٽمي روضي جي مٿان پئي پيا. ماڻهو ڪبوتر کي ڏسي ڏاڍو عجب ۾ پيا. پر جڏهن امام حسين جي شهادت جي خبر پين، تڏهن سمجهائون ته ڪبوتر انهيءَ واقعي جو اطلاع ڏيڻ آيو هو.

ڪربلا جي قضئي جو حاصل مطلب ظاهر آهي. امام حسين طرح طرح جا سور ۽ سختيون سٺيون. اڄ ۽ بک ۾ پاهه ٿيو اهل ۽ عيال کي رلايائين، ۽ آخر پنهنجو سر فدا ڪيائين. پر دنيا ڪارڻ دين نه ڇڏيائين. جي يزيد جي بيعت مڃي ها، ته مان ۽ مرتبو هڪ پاسي ملنس ها، عيش ۽ عشرت بئي پاسي. پر جي ائين ڪري ها، ته اسلام کي سخت ڌوڪو اچي وڃي ها. جيتوڻيڪ ڪيس پڪ هئي ته يزيد سان پڄڻ محال آهي، تڏهن به جاڻي ٻجهي پنهنجو جيءُ جوکي ۾ وڌائين. فقط انهيءَ لاءِ ته ٻين کي ثابت قدميءَ جو سبق سيکاريان.

اهڙيءَ ايمان جي سلامتيءَ کي "جهاد اڪبر" ڪان به وڌو جهاد چئي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ نفس سان جنگ جوٽڻ هڪ نهايت ڪٺن ڪم آهي، ته به "ڪلمه حق عند سلطان جائر" (ظالم حاڪم کي سچ چوڻ) اُن ڪان به وڌيڪ مشڪل ڳالهه آهي. دنيا جي تاريخ اُٿلائي ڏسبي ته معلوم ٿيندو ته دين ۽ ايمان جي راهه تي ثابت قدم رهڻ ڪا سٿري ڳالهه ڪانهي. حضرت عيسيٰ کي صليب تي سر ڏيڻو پيو. منصور کي سوريءَ تي ساهه ڏيڻو پيو ۽ خود حضرت محمد صہ کي قريش قوم جون عقوبتون سهڻيون پئيون. اهڙو ڪو به حق پرست ڪونه ليندو جنهن ڪوڙ ۽ پاکنڊ سان سازي ڪئي. دنيوي ماڻهو اڪثر

چونڊا آهن تہ ”جهڙو واءُ لڳي، تهڙي ڏجي پُٺِ.“ اهي ڪائرن جا قول آهن. جي هنن پنهنجي ضمير کي پرچائڻ لاءِ رچيا آهن. اهڙن شخصن بنسبت هڪ پارسي شاعر چيو آهي:

”مبادا دل آن فرومايہ شاد،
کہ از بهر دنيا دهد دين بباد“

يعني: ”شال انهيءَ ڪميڻي جو جيءُ هرگز خوش نہ هجي، جو دنيا خاطر دين برباد ڪري ٿو!“

جيتوڻيڪ امامن جي شهادت ڏسڻ ۾ نسورو ظلم هو تہ بہ خدا تعاليٰ جي نظر ڳاهہ کان سراسر رحمت هئي. ڇو تہ ڪيترريون ئي ڳالهيون آهن جي ظاهريءَ طرح انسان جي سمجهہ کان ٻاهر آهن. ۽ خدا تعاليٰ سڀڪا شيءِ انسان جي ڀلي لاءِ ڪري ٿو. ۽ ڪيس ئي اُن ڀلي جي خبر آهي. خود امامن جي نظر ۾ الاهي محبت جي موڄ هئي. ڇاڪاڻ تہ هنن دل و جان سان خدا جو فرمودو بجا ٿي آندو. شهادت جي تقدير مٿن ازل کان ئي وهيل هئي.

ڪُسڻ جو قرار، اصل اِمامَن سين.

”روضتہ الشهدا“ ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ خدا تعاليٰ جبرئيل کي فرمايو تہ ”امام حسين جي ولادت ۽ شهادت جي پيشنگوئي پيغمبر صہ کي پهچائي اچ.“ جڏهن پيغمبر ﷺ کي اها خبر پئي. تڏهن پنهنجي نياڻيءَ بيبي فاطمہ سان ڳالهہ ڪيائون. جا نهايت غمگين ٿي ۽ پار ڪيڏي روڄ راڙو ڪرڻ لڳي. انهيءَ تي ڪيس دلداري ڏني ويئي تہ امام حسين جي شهادت مان اُمت جو ڀلو ٿيڻو آهي.

دوست ڪُهائي دادلا، محب مارائي،
خاصن خليلن کي، سختيون سهائي،
اللہ اَلصمدُ[1] بي نياز، سا ڪري جا چاهي،
اِنهين منجهہ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

[1] (قرآن، 2،21) خدا بي پرواهہ آهي.

